مِٽان ڪٺي هُٽ، جن رکيو سي رَسيون،
ساجن سونهن سُرت، وِڪان ٿي ويجهو گهٽو.

( شاهہ لطيف )

Roshni Book No.

"ساجن سونهن سرت"

شاعر: تنوير عباسي

پهريون ڇاپو: 1996ع

ڪمپوزنگ : بخت علي ابڙو ۽ فدا منگي

نيو ٽالپر پريس ريمبو شاپنگ سينٽر خيرپور فون 4998

سرورق : فتاح منگي

ڇپيندڙ : فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد

ڇپائيندڙ : روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو- سنڌ



قيمت: 60.00 رپيا

**SAJJAN SOONHAN SURT**

Sindhi Poetry by: TANVEER ABBASI

Composed by: Bakhat Ali Abro & Fida Mangi

New Talpur Printing Press Rembo Shopping Centre Khairpur

Printed by: Fine Communication, Hyd.

Cover Design: Fatah Mangi

Published by: Roshni Publication, Kandiaro,

First Edition: 1994.

## ليکڪ جا ٻيا ڪتاب

| | |
|---|---|
| رڳون ٿيون رباب | (شعري مجموعو) |
| شعر | (شعري مجموعو) |
| جي ماريا نہ موت | (ترجمو) |
| ٻاراڻا ٻول | (چونڊ ۽ ترتيب) |
| شاھ لطيف جي شاعري | (تحقيق ۽ تنقيد) |
| سڄ تريءَ هيٺان | (شعري مجموعو) |
| جديد سنڌي شاعري | (چونڊ ۽ ترتيب) |
| خير محمد هيسباڻيءَ جو ڪلام | (تحقيق ۽ ترتيب) |
| نانڪ يوسف جو ڪلام | (تحقيق ۽ ترتيب) |
| ڏوري ڏوري ڏيھ | ( سفر نامو) |
| هيءَ ڌرتي | (شعري مجموعو) |
| سچل سرمست | (انگريزي - چونڊ ۽ ترتيب) |
| منهن تنين مشعل | (خاڪا) |
| تنوير چئي | (گڏيل شعري مجموعو) |

# وچـــــور

## بسنت جهڙو سپرين □ وايـــــون



## ٹهڪ گلن جي صورت □ غـزل

## پن ڇڻ ۾ سانجهي □ هائيڪو



## مان تہ اڪيلو ناهيان □ نظم

جي ڪوئي پي ڳڻ نہ هلندو،
مان هيڪل ئي ويندس،
مونکي اڳتي وڃڻو آهي.

ماضي آهيان، حال ۽ مستقبل سان سنمک مان ٿيندس،
مونکي اڳتي وڃڻو آهي.

ڳاڙها گل پسي مان پنهنجي وات کي ڪين مٺيندس،
مونکي اڳتي وڃڻو آهي.

پنيرڪي ڪان سنجها تائين پنڌ پيو تاڻيندس،
مونکي اڳتي وڃڻو آهي.

تو ڏي اچڻو آهي مونکي مان توڏي ئي ايندس،
مونکي اڳتي وڃڻو آهي.



جيئڻ ئي توکي ڏنم،
زندگيءَ ۾ ٿي ويو ايمان تازو.

توسان ڪجهہ ڳالهيون ڪيم،
دوستيءَ ۾ ٿي ويو ايمان تازو.

توسان ڪجهہ گهڙيون رهيم،
هر گهڙيءَ ۾ ٿي ويو ايمان تازو.

تنهنجي نيڻن کي چميم،
روشنيءَ ۾ ٿي ويو ايمان تازو.

پيار جي تو سان ڪيم،
آدميءَ ۾ تي ويو ايمان تازو.

سونهن کي سجدو ڪيم،
بندگيءَ ۾ ٿي ويو ايمان تازو.

شعر ڪجهه تو لئہ لکيم،
شاعريءَ ۾ ٿي ويو ايمان تازو.



تنهنجي نيڻ نهار،
جهڙي مند بهار،
ڪڻ اکيون ڪِل يار تون.

وِهه وهاڻيل تو بنا،
لڳي سڄو سنسار،
ڪِڻ اکيون ڪِل يار تون.

تنهنجا ٿهڪ ٽڙي پيا،
مــن تانِ لٿو غبار،
ڪڻ اکيون ڪِل يار تون.

جيئڻ سڀ جو جڳ ۾،
الــفت جـــي آڌار،
ڪڻ اِکيون ڪِل يار تون.

سِڪَ وارن جي سوچ آ،
دينِ دنيا کان ڌار، *
ڪڻ اکيون ڪِل يار تون.



* سعدي

سڄڻ سندي سرهاڻ،
من کي واس وَڪوڙي ويو.

ٻورو هيس اڳي مان ڏاڍو،
سِڪَ ڪيوم سڄاڻ.

رات جي راڻي، رات جو سُرهي،
سڄڻ سدا سرهاڻ.

در تي تانگر ٻيهاريو آ،
تنهنجي آدر ڪاڻ.

هيءُ سڳنڌ سندا اوٻارا،
اچڻ سندا اهڃاڻ.

هيءُ مڌ ۽ مهراڻ ۽ تون مان،
هيءُ چنڊ ۽ چانڊاڻ.



بسنت جهڙو سپرين، جنهن جو،
گفتو گفتو گل.

مورڪ ماڪين ٿا موتين سان،
تنهنجي مرڪ جو مُل.

پُلي جي پهچين هن جي در تي،
وري وري تون پَل.

سانت هيا سڀ ساز مگر هئو،
هبڪارن جو هَل.

سونهن هلـي اچ منهنجي گيتـن،
جي جهوليءَ ۾ جهَل.

هائو بتن سان پيار ڪريون ٿا،
ڪـافــر آهيون ڪُل.



ساجن گهونگهٽ کوليو،
مرڪي ٻهه ٻهه ٻوليو،
جرڪيو جرڪيو جيئڙو.

وِرهه وجود ۾ منهنجي،
مصريءَ وانگر گهوليو،
جرڪيو جرڪيو جيئڙو.

ڏنڊ تي چنڊ جو چهرو،
چولين پئي ڇاڇوليو،
جرڪيو جرڪيو جيئڙو.

سوئي ٿيئڙو ساٿي،
جنهن پئي رڻ ۾ روليو،
جرڪيو جرڪيو جيئڙو.

مرڪي مهر ڪيائين،
ڍوليو نيٺ تہ ڍوليو،
جرڪيو جرڪيو جيئڙو.

آمهون سامهون ويهي،
تو تنوير سان ٻوليو،
جرڪيو جرڪيو جيئڙو.



بتي نـہ ٻـار اڱڻ جـي،
چوڏهينءَ جو چنڊ چمڪي ٿو.

اڄا تہ رات جا ٻارهن آهن،
توکي لڳي آ يار وڃڻ جي،
چوڏهينءَ جو چنڊ چمڪي ٿو.

رات جـي راڻيءَ جـا اوٻارا،
آئي جـڻ ڪا سار سڄڻ جي،
چوڏهينءَ جو چنڊ چمڪي ٿو.

مان لهرن ۾ چنڊ ڏسان ٿو،
تـوکـي آهـي پـار پڄڻ جي،
چوڏهينءَ جو چنڊ چمڪي ٿو.

ڏار تيون ٿا پر هيءَ ناهي،
ويـل اسان جـي ڏار ٿيڻ جي،
چوڏهينءَ جو چنڊ چمڪي ٿو.



ٿيندي تنھن سان روح رهاڻ،
وقت سنو گذري ويندو.

تون ۽ مان ۽ لڏندڙ ٻيڙي،
چوڏس چنڊ ڪندو چانڊاڻ،
وقت سنو گذري ويندو.

وڻيون پريندي ويندين تون ۽،
مان پيو چوندس آڻ ۽ آڻ،
وقت سنو گذري ويندو.

تون آڏو هوندين ۽ لکندس،
شعر نوان مان تنهنجي ڪاڻ،
وقت سنو گذري ويندو.

ڏکي سفر ۾ هڪ سهٽيءَ سان،
ٿي وئي آهي چاڻ سڃاڻ،
وقت سنو گذري ويندو.



سنهڙيون مينهن ڪٽيون،
مــونـڪي خــوب وٽيون،
تــون جــو گڏ ويني هئين ءَ.

سڪل پنن جان ڳنتيون،
منجهان ڇــوهه ڇٽيون،
تــون جــو گڏ ويني هئين ءَ.

توسان گهاريم جي گهڙيون،
ٿوريون، پوءِ به گهٽيون،
تــون جو گڏ ويني هئين ءَ.

وڇــوڙي جون ساعتون،
آهـــن ڳاڻ ڳٽيون،
تــون جــو گڏ ويني هئين ءَ.

تنهنجي مرڪ ڇهاءَ سان،
گهــڙيــون گــيت بڻيون،
تــون جــو گڏ ويني هئين ءَ.



تـــوســـان عشق الــستي يار،
تـــوسان عشق الـــستي.

تنهنجي هستي مئہ جـــي مستي،
مئہ جــي آهــي مستي يار.

عشق ســوا اوچــائــي ڪــانهي،
پيـار بـنـا ســپ پستي يار.

سونــهــن سجاٽپ تنهنجي آهي،
نينهن اسان جي هستي يار.

ويهہ اسان جي آڏو ڪجهہ پل،
ڳالهہ ڪريون سربستي يار.

نينهن نـــگر آ منهنجي بستــي،
مـنهـنجي آهــي بستي يــار.

موهہ جي مذجو ملهہ مهانگو،
وسڪي آهي سستي يار.

هتي موهہ آ مئہ ۽ مهڪ آ،
هيءَ تنويز جي وستي يار.

توکي ڏسندي ئي تنوير،
سکيو إنسان پرستي يار.



تنهنجو درد فراق او يار،
منهنجي جيءَ جو آهي جياپو.

تنهنجي وڇوڙي مون کي ولوڙي،
آهي ڪيو دک جو هيراڪ،
روح ڪيو ڪٺ ڪين اجهاپو.

تنهنجيون نگاهون روشن راهون،
منهنجيون اکيون اوطاق،
اڄ نہ تہ ڏيندو ڏيهہ ڏوراپو.

تنهنجيون اکڙيون مکڙيون مکڙيون،
منهنجا ڳوڙها ماڪ،
ڪڏهين ٿيندو تن جو ميلاپو.



ڪوماڻل گل تي،
پوپٽ ايندو ناهي.

اجڙي جيڪي باغ ويا،
انهن باغن ڏي،
پوپٽ ايندو ناهي،

سڙهاڻين ڪان اورتي،
انهن ڪان پرتي،
پوپٽ ايندو ناهي.

پوپٽ سونهن ڏي ايندو آهي،
نڪر نوبر ڏي،
پوپٽ ايندو ناهي.



يار نٿو ڳالهائي - يارو !
مان ڳالهايان ٿو.
هائو - مان ڳالهايان ٿو.

آءٌ اگهاڙو آهيان ڇو جو،
ويس دوئيءَ جا لاهيان ٿو.

توکي چاهيان ٿو ان لئہ ئي،
جيون کي مان چاهيان ٿو.

منافقيءَ جا محل سيوئي،
هڪ ئي ڌڪ سان ڍاهيان ٿو.

پيار ڪري مان ڪکَ ۾ پنَ سان،
تو سان نينهن نباهيان ٿو.

خدا کي خلقي ڍاهيان ٿو ۾،
ڍاهي، توکي ناهيان ٿو.



وڄــون مــنـجهہ وجودِ،
آهــن آديسين جــي.

نہ ڪــو ڪن رڪوع هو،
نہ ڪو ڪنِ سجود.

پنهنجو پاڻ ئــي غيب سي،
پنهنجو پــاڻ شـهـود.

پــيـار نہ آ واپـــار ڪـو،
ڪوئي زيان نہ سود.

جي آهيان موجود مان،
آهـــي حـــق موجود.

تـون ٻيي لا محدود ۾،
مـــان ٻيي لا محدود.



ساجن گهر آيو،
هڪڙيءَ اک ڏٺو،
ٻيءَ ڪين ڏٺو.

گهر جي اڳ تي وڄ جيان،
ڪن پل لئہ چمڪيو،
هڪڙيءَ اک ڏٺو،
ٻيءَ ڪين ڏٺو.

منهنجي مُوڙهي چِٽَ ڪي،
چِتُر ڏيئي ويو،
هڪڙيءَ اک ڏٺو،
ٻيءَ ڪين ڏٺو.

چِٽو تون او تنوير ڇو،
تيو آهين ماندو،
وري سڄڻ ايندو،
ڏار نہ پوءِ ٿيندو.

گهر جي اپ تي سج جان،
دائم تيج ڪندو،
وري سڄڻ ايندو،
ڏار نہ پوءِ ٿيندو.

ڦوڙائو آ ٿورڙو،
ميل سدائين جو،
وري سڄڻ ايندو،
ڏار نہ پوءِ ٿيندو.

(سرمد جي ٿورن ڏينهن لاءِ اچڻ تي.)



جيڪو وسري ڪين گھڙي پل،
تنهن کي ڪيئن مان ساريان،
هر دم تنهن سان گڏ مان گھاريان.

چويهه ئي ڪلاڪ جو چتَ ۾،
تنهن کي ڪيئن مان وساريان،
هر دم تنهن سان گڏ مان گھاريان.

اگر هجي هو مون ڪان ٻاهر،
پوءِ ان لئہ مان نهاريان،
هر دم تنهن سان گڏ مان گھاريان.

ٻانيان ٿو هو مون ۾ آهي،
ان لئہ اندر اجاريان،
هر دم تنهن سان گڏ مان گھاريان.

ويو فراق هليو تنوير،
مان ورق وصال جو واريان،
هر دم تنهن سان گڏ مان گھاريان.

⊙

منهنجي ميرانجهي من تي، ڪو سورج جلهڪا ڏيندو،
ايندو ساجن ايندو.

منهنجي جيون جي مقصد کي، مون کان اڳتي نيندو،
ايندو ساجن ايندو.

ماڻهوءَ موهہ جو منهنجي من ۾، هو جڳ کي آچيندو،
ايندو ساجن ايندو.

آءٌ تہ ماضي آهيان سائين، هو مستقبل ٿيندو،
ايندو ساجن ايندو.

لهندو مان هو پاڻ مٽيءَ جو، مون کي مٽيءَ گڏيندو،
ايندو ساجن ايندو.

(سرمد جي وطن ورڻ جي خبر تي)



نہ ڪا رياضت نہ ڪا عبادت،
رڳو محبت، رڳو محبت.

جيئڻ جي هانءَ نہ آ ضرورت،
نہ ڪائي صورت نہ ڪائي مورت.

اچي سيان شال تنهنجي صورت،
اکيـــن ٺراوت، دليـــن مسرت.

نہ فائدو ڪو، نہ ڪا ضرورت،
تڏهن بہ الفت، تـڏهن بہ الفت.

اهي هوانا اچـڻ جا تنهنجي،
ڳهلن ٽيون هيرون، ٽمي ٿي نڱهت.

محبـت آهـــي تہ ڏاڍي ليـڪن،
نہ آهي هن ساڻ ايـڏي حجت.

آ تنهنجي ڪيڪار هِڪ ادا جنهن،
وڌي آ مرڪڻ جي مون ۾ عادت.



جڏهن بہ دوست ٿا، تُوسان ملڻ جا ڏينهن اچن،
لڳي ٿو چڻ تہ گلن جي ٽِڙڻ جا ڏينهن اچن.

ڪڏهن تہ يار سان گڏ مڌ پيئڻ جا ڏينهن اچن.
ڪڏهن تہ مست ٿيءَ ڳائڻ نچڻ جا ڏينهن اچن.

ٿا ذرد وند دلين مورجڻ جا ڏينهن اچن،
پرينءَ جي منهن ٻان تا گهنڊ جي کلڻ جا ڏينهن اچن.

اجهي بشر جي مقدس ٿيڻ جا ڏينهن اچن،
اجهي ٿا تنهنجي اکين کي چمڻ جا ڏينهن اچن.

هوائون مڌ ۾ ٻڏل ۽ فضا ۾ سرهاڻيون،
لڳي ٿو ايئن، ٿا تنهنجي اچڻ جا ڏينهن اچن.

رڳو ڏسان پيو توکي، ۽ توسان ڳالهايان،
ڪڏهن تہ اهڙا ڪي واندي وهڻ جا ڏينهن اچن.



هائو تنوير، اهو مان آهيان،
جتي تون آهين تہ توسان آهيان.

نہ ملائڪ نہ ڪو شيطان آهيان،
مان تہ انسان رڳو انسان آهيان.

نہ خدا آهيان، نہ ان ڪي ڳوليان،
پنهنجي محبوب ۾ مستان آهيان.

تو ڏٺو مون ڏي تہ ڪجهہ ڪين ٿيو،
ڏسي توکي ٿيو حيران آهيان.

تون ڪٿي آهين، ڪٿي آهين تون،
تون جتي ناهين اتي مان آهيان.



تنهنجي گهٽيءَ جي مٽي ميڙي،
پنهنجو ڪعبو ٺاهيو آ مون.

دل جي مقدس معبد خاطر،
مسجد مندر ڊاهيو آ مون.

ٻج نہ ڦٽندو، نيٺ تہ ڦٽندو،
هر ڪاهيو آ، ڪاهيو آ مون.

سونهارن جي سونهن وڏي شل،
تن جو حسن اباهيو آ مون.

تنهنجي سونهن سهيڙڻ خاطر،
ڳاهہ ڏکن جو ڳاهيو آ مون.

ڪنهن سان نفرت ڪري نہ سگهندس،
ڇو جو توکي چاهيو آ مون.

ڪير نباهي ڪنهن سان اڄڪلهہ،
توسان پوءِ بہ نباهيو آ مون.

شال وڏي سچ سونهن محبت،
عمر سڄي ايئن چاهيو آ مون.



لڪايو مون، سرهاڻ چغلي هڻئي،
پڇن پيا، هتي ڪير آئي هئي.

نهاري ۾ نظرن ڪي ڦيري ڇڏيئي،
ٻنهي جي انهي ۾ چڱائي هئي.

هئا وار، چپ، ڳل سيئي هڪ طرف،
طرف ٻئي غزل گيت وائي هئي.



چيو جو شعر، اهو تنهنجي چپ تي آيو آ،
جـيئڻ سجايـو آ، پنهنجو لِکـڻ سجايو آ.

ڪئي هئي مـون تہ رڳو تنهنجي سونهن جـي ساراهہ،
۽ تـوري ڳالهہ کـي ماٺهن ڪٽي وڌايـو آ.

خـبر نہ آهي تہ طوفان در کي کڙڪـايو،
يا دل جو دوست ڪوئي منهنجي دَرَ تي آيو آ.

اسان جـو حال ٻڌائيندو سارو جڳ توکي،
سمورِي عـمر جـو تـوکان اسان لڪايو آ.

ڪڏهن نہ منهنجي طرف اک کڻي ڏٺو آ تو،
۽ مـون تہ عمر سڄي تنهنجي لئہ نهاريو آ.



تو نہ ڳالهايو مون نہ ڳالهايو،
تو بہ سمجهيو ۽ مون بہ سمجهايو.

چو پلا ڪولي در ڏنئہ پاهر،
مون تہ در تنهنجو ڪين ڪڙڪايو.

پنهنجي ناڪام عشق کي ڪنهن نيٺ،
ڪائنات ۽ خدا ڏي ڦهلايو.



ايترا لــڙڪ، ڪـو اڳــهي نہ سگهي،
گهاو ايــڏا، جـو ڪو سِبي نہ سگهي.

ڊرد ايـڏا جــو ڪـو ڳڻي نہ ســگهي،
بـار ايـڏا جـو ڪـو ڪـڻي نہ ســگهي.

دل ۾ ايڏيون تہ ڳالهيون آهن،
جي ٻڌايان تہ ڪوَ ٻڌي نہ سگهي.

هن سان ايڏي ڪجي محبت جو،
جي رسڻ چاهي تہ بہ رسي نہ سگهي.

پيا سيئي داغ ڌوپجي ثا وڃن،
درد جـو داغ ڌوپجي نـہ سـگهي.



نہ ڪو هو سڏي ٿو، نہ ڪو مان وڃان ٿو،
مگر پوءِ بہ آهي تعلق مڃان ٿو.

حياتي هڪ اڌڙو پيالو آ هٿ ۾،
نہ ڪو پيئي سگهان ٿو نہ ڪو مان پيڃان ٿو.

سندس ريل جنهن پاسي گم ٿي وئي هئي،
انهي ئي طرف پيو ڏسان مان اڃان ٿو.

رهن حسن تنهنجي سان تازا هميشہ،
سيئي شعر توکي انهي لئہ سڄان ٿو. *



*. عرفي

مــون تـہ گلاب لڳايا آهن،
پــوپٽ پــاٹهي آيــا آهــن. *

پيار جا سانگ سجايا آهن،
ٻيا سڀ ڪـم اجايا آهـن.

تنهجا تهڪ گلن جي صورت،
بسنت رت ورجــايا آهــن.

ســؤ مجبوريءَ جــا افسانا،
تنهنجي ســانت ٻـڌايا آهن.



* مرڪزي خيال نارايڻ شيام

سپنا ساپيا ٽيندا،
ايندا ساجن ايندا.

مون کي ڪين ڇڏيندا،
مون کي ڪيئن ڇڏيندا.

هو جاڙي پي ويندا،
موتي مون ڏي ايندا.

هو ڪنهن جا ٻہ نہ ٿيندا،
ٿيندا- منهنجا ٿيندا.



لڳائي آئين تـــون پــرفيــوم قيمتي ليــڪن،
جي ڳل تو آنـدا انهن جـي سڳنڌ وئي ڍڪجي.

مـون پنهنجو درد تہ چرڇي ۾ ئي لنوائي ڇڏيو،
مـگر تـون مـون کـي ڏسي ڇو پيلا پئين رُوئي.

اڄڻ پي چاهين تڏهن پي سگهين ٿي ڪين اچي،
پـڌاءِ پيـــار کان وڌ آهي ڪـــهڙي مــجبوري.

زماني شور ڪيو پئي مگر مـون ڪجهہ نہ ٻڌو،
ٻــڌي تہ تنهنجي اکين جــي خموش ڳالهہ ٻڌي.

مون تنهنجي پير ترِيءَ ۾ ڪئي هئي ڪتڪائي،
۽ کـن ۾ تنهنجي وڏائـــي سڄي وئـــي وگهري.

ٻــڌايان جڳ کي تہ بــدنام ٿــي وڃين شايد،
جا ڳالهہ مون سان ڪندي آهي، تنهنجي خاموشي.



تنوير کي وڏي ٿي هڪ سهڻي ڇوڪري،
نالو نہ ٿو وٺي پر سمجهي وڃو ڀلي.

سالن کان پوءِ مون کي پاتڻ ڳراٽڙي،
پرفيوم ۽ پگهر جي خوشبو ملي وئي.

ميڪ اپ کي ڇا ٿيو جو وٽڙيل لڳي پيو،
ڪهڙي سبب آ بگڙي ڪپڙن جي استري.

سالن کان پوءِ بہ ايئن ڇڻ آهين تون اڄ ملي،
تنوير سان رکي آ تو ڪهڙي دوستي.



پيارو پيارو اهو پل ويو لکجي،
تو نهاريو تہ غزل ويو لکجي.

تنهنجي پوشاڪ جيان ئي سرهو،
جملو ڪو رنگ رتل ويو لکجي.

ڏنڊ جي منهن تي سنڌءِ نيٽن جيان،
آهي ڪيئن نيل ڪمل ويو لکجي.

رات جي اڪ پر ڪنهن ڪاتب ڪان،
ڪارو ڪارو آ ڪجل ويو لکجي.

ڪيئن تقدير لکڻ واري هٿان،
عشق سان لفظ اجل ويو لکجي.



ڪالهہ توسان جو رُسي آيس مان،
بس ايئين سمجهہ کُسي آيس مان.

هاڻي سوچيان ٿو تہ ڪاڏي وڃجي،
تنهنجي محفل مان اٿي آيس مان.

در جي ڪڙڪي ۾ ڏسين مون کي تون،
سمجهجان ايئن تہ ڀُلي آيس مان.

تو ڏي ايندس نہ مان ڄاڻي واڻي،
ڀانئجان ايئن تہ ڀُلي آيس مان.

وٽ ورائي سيو ڪجهہ پيار سوا،
تو وٽان جيڪو ڪٽي آيس مان.

مان تہ ڀانيان ٿو هيس تو وٽ ئي،
تون چوين ٿي تہ وري آيس مان.

تو وٽ آيس نہ ڪڏهن خالي هٿ،
هر دفعي درد کڻي آيس مان.



سانجهي ۾ پن ڇڻ،
پيلا پلڙا لڙڪندڙ،
هيءَ سرنهن جو وڻ.

⊕

رستو ڏامر جو،
مٿان وڻن جا ونگ ۾،
هينان هڪ گاڏو.

⊕

پُني اگهاڙي،
ڪچن ۾ پئي هٿ ۾،
ڏکي ٿي چاڙي.

⊕

ساوڻ رات ننڍي،
تنهنجي درد فراق ۾،
ڪيڏي پئي اينگهي.

⊕

رات ڏکي ۾ سيءُ،
وقت گذارڻ آ ڏکيو،
وٽ هيءَ برانڊي پيءُ.

⊕

موتئي جي سرهاڻ،
هيءَ گرمي ۾ گهٽ پيي،
وٽي تي ڏاڍي هاڻ.



ها ڪيڏو ٻه وڏو،
اجگر جيڏو ٿو لڳي،
پوءِ ٻه پاڇولو.



گلڙن جي تصوير،
ڪمري ۾ پر ڪيئن اچي،
هبڪارن سان هِير.



قلفيءَ جو هوڪو،
ننڍڙي ٻار جو ماءُ سان،
خرچيءَ تي ڪيتو.



ڏاڍا ميگهه ملهار،
ڏسي ڏسي سڏ ڪا پريا،
پنل لغڙ ڪي ٻار.



وِڇڙو ڇاتيءَ تي،
هـن گهٽ ۾ بہ ڪٽي وئي،
ننڊ نماڻيءَ ڪي.



مالهي ٿيو بدلي،
۽ منهنجي گلـدان جا،
رَنگ ويـا مَٽجي.



اَڏ ۾ مُرڪ جهليل،
پوءِ بہ ظاهر ٿئي پيو،
اڳيون ڏند ڀڳل.



پاڻيءَ جو وارو،
چنڊ جي ٿڌڙي روشني،
پرجي ٿو پارو.



ماٺهو هـيءُ ڀليل،
اڄ، ڪالهوڪي گل جان،
تن جا ڪنڌ لڙيل. *



* Ovid (رومن شاعر)

لـهرن جـيان آهيون،
ڦـٿـڪڻ آهـي زنـدگي؛
۽ موت آهي سڪون.*



ٽي - وي بند ڪريو،
مـان ٻـي ويٺـو آهـيان،
مـون ڏي ٻي تـہ ڏسو.



ڪنڌيءَ تـي ٻيٺـل،
هيڪل وڻ، ريءَ عڪس جي،
سيارو - واهہ سُڪل.



قـلـفـيءَ وارو نـيٺ،
گهلـي گاڏو ٻـي ٻجي،
ٻـيٺـو وڃـي وڻ هيٺ.



انبڙيون وڻ مان ڏوڻ،
جون، ڪنارو واهہ جو،
ٻـرف، لَسِي ۽ لـوڻ.



* حافظ

پکين کهڙو ماڳ،
سج لٿي واهيرو ۾،
پرهہ ڦٽيءَ جو جاڳ. *



تون ٻي ايئين ئي ٽج،
ڪوئلي جهڙي رات پڇاڻا،
تانبڙي جهڙو سج.



جنوريءَ راتيون،
هيٽر ڪمري ۾ پريل،
نيزا، باداميون.



جنوريءَ راتيون،
چَني ۾ آ مچ پريل،
ڪوسيون مڱ ڦريون.



ڪلي پيو آ راز،
لڙڪن کي روڪيو مگر،
ٿيو آلو آواز.



* ڌمر پڌ (گوتم ٻڌ)

ڪوڏر جو لپو،
ڏرتيءَ جي سرهاڻ ڪي،
ڪيئن نہ پکيڙي ويو.



آيو اونهارو،
پنکڙيون ڇڻنديون ويون،
ڦٽڻ لڳو ميوو.



ٻنَ چڻ جي سانجهي،
دز رليل ڪرڻا هئا،
هر شئي ميرانجهي.



ڪوئل پئي ڪُوڪيو،
رڪشا جَي آواز ڇو،
ايئن وچ ۾ ڏوڪيو.



بجلي تي وئي فيل،
جوتِ ستارن جي وڌي،
مهڪيا وڏ رابيل.



واهہ ۾ ٽُڙِڳن پار،
اِپ تـي ڳاڙهـو سج آ،
پـرتـي لالِ لـيار.



پڙڪو ڪاڙو جهرڪ،
۽ هـنِ الهڙ ڇوڪريءَ،
ڪيئن نہ ڀريو چرڪ.



صـبح سـيـاري جو،
پيو آ تِـڙڪو ماڪ تي،
ڏنڏلو ڪجهہ ڇِتو.



سجاتل سـرهاڻ،
منهنجي ڪـمري ۾ پرينءَ،
پيرُ ڌريو آ هاڻ.



ڪولاچيءَ جو ڪُن،
هـيءَ جو ڪاڏيءَ ڪُبُ آ،
يا هـيءُ تنهنجي ڏُن.



چلهہ جي چوڌاري،
سياري جي اڌ رات جو،
مَتل چوياري.



گهٽبو ناهي پيار،
جيڏا وار اڇا ٿيا،
اوڏو وڌندو يار.



اونداهي، ٻُتَ، هاڻ،
آندي جُهوتي اوچتو،
رابيلن سرهاڻ.



سگريون ڪنڌيءَ منجهہ،
چاڻ تہ سنڌوءَ ليٽ ڪئي،
پڪڙيو پيڙين ونجهہ.



هوريان هوريان پيءُ،
مينهن بہ ڦڙ ڦڙ ٿو وسي،
ان جو ساٿي ٿيءُ.



چڻ تہ سجاڻپ ناهہ،
پوءِ چو ايئن اک تيث سان،
مون ڏي آهي نگاهہ.



پيچ ڀنيءَ جي ويل،
ڀڄي ويو هٿ ماڪ سان،
پتيم پئي رابيل.



نوريئڙو ڊوڙيو،
تاري لنڌي ٻير جي،
پکل پير ڪِريو.



هر شئي ميرانجهي،
رڳو تنهنجي مرڪ سان،
روشن آ سانجهي.



ڳراتيون ڳوڙها،
پرتا سالن بعد ۾،
ياڪر ۾ سوڙها.



وڻ ۾ چمپا گل،
تون ۾ مان ٻئي سانت ۾،
هٻڪارن جا هُل.



ڏينهن سڄو هڻُ هڻُ،
سانجهيءَ موتيو - گهر ۾،
پـارن جـو تِـمجهڻ.



اسَــر كان هــڻ هڻ،
منجهند نمِ جـي ڇانو ۾،
ڪِرينن جي تڻ مڻ.



ســاوا پــن وڻن،
پر جـي تـن جي وچ ۾،
ڳاڙها گل تــڙن.



تنهنجو ڪيڏو ملھ،
وارن ۾ محبـوب جي،
او چـمـپا جـا گل.



آءُ اڪيلي واٽ،
ويل اسر جي ٿي وسي،
هلڪي ڇاٽ.



تنهنجا ٺهڪ ٽڙيل،
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي،
ڀني مهڪ ملهيل.



ماڪ سان آلي ڪار،
سومهڻي سنياري سندي،
ڪنهن جو انتظار.



توکي خط لکيم،
لِکي ۽ کي ٿي پنا،
ور ور پٿي ڦاڙيم.



ٻيڙي ۽ مانجهي،
گونجيل گيت فراق جو،
سرءُ جي سانجهي.



هي فطرت جا رنگ،
ميري پاٽيءَ جي مٿان،
اڇا اجرا ڪنگ.



ٽڙيل چمپا گل،
تون ۽ مان خاموش ۽،
ھيڪارن جا ھَل.



ٻڳهه چپ ٻيٺو هئو،
هوا لڳي ڏندي تي،
ٻڳهه جو عڪس ڇُريو.



موڪل تان موتيو،
ڪمري ۾ هر چيز تي،
دز ئي دز رکو.



ڪوئل جي ڪُو ڪُو،
۽ هن نتهڻ اُس ۾،
گدري جي خوشبو.



بـنا ســبب سنسار،
پـوءِ بہ ڪيڏي سونهن آ،
پوءِ بہ ڪيڏو پيار.



پـرينءَ جـو پاڙو،
گهتي گهتي چڻ ڪاڪ آ،
۽ پـاٽــي پـاڙو.



ها ها او ڏاڙيـل،
ڪٽـي وجـو سپ سون پر،
پتيو تہ هي رابيل.



لانڍيءَ مٿان چــنڊ،
ڳائڻ وارا وڄــڊ ۾،
مانڊيءَ جو چڻ منڊ.



قــلفــيءَ وارو نيٺ،
گهلي ڳاڙو ٻــي ٻجي،
بينـو وڻ جـي هيٺ.



تنهنجي مــرڪ مِٺي،
تنهنجا چپ ڪري سگهن،
ان ڪان وڌ ڳالهہ سٺي. *



ڪيئن ڏئـاريان رومال،
تنهنجي لپ اسٽڪ آ لڳل،
ان تــي اجـا بہ جال.



پيار جــي اهـڙي ريت،
تنهنجي چپـن تائين رسيا،
مان نہ تہ منهنجا گيت.



هــيءُ ٽِشو پيپر،
سُرهو اچ پيو جنهن سان تو،
اُگهيو ڳالهہ پڳهر.



قرب جـو ٺاهي ڇيهہ،
آءُ وڃڻ جي لئہ اٿان،
۽ تون چئين ٿي ويهہ.



* امريڪن چوڻي

انـــدر آئـي پـاڻ،
۽ مون کان ٿي ٿي پڇي،
ڇـاجـي آ سرهاڻ.



ڪيئن انـوکـيءَ ريت،
تنهنجي چپن تي مون لکيا،
چمين سـان هـي گيت.*



تون ۽ مـان ۽ ڪتاب،
عـمر خيام جـي شاعري،
سامهـون جـامِ شراب.



هـيءَ ڪيئن پريايئي،
سپني ۾ تو سان رنس،
جـاڳ ۾ پـرچـايئي.



هيءَ ڪيئن پرَيـايئي،
سـاپيا ۾ تو سان رُنس،
خـواب ۾ پـرچايئي.



* Bilits يوناني شاعره

تنهنجي مرڪ هلال،
۽ هو تنهنجا ٽهڪ ٽيا،
چوڏهينءَ چنڊ مثال.

●

ڏڪڻ هير لڳي،
ڪنهن وينگس جي اُرهه تان،
رئو ويو کِسڪي.

●

ساوڻ مينهن پيو،
ڪنهن سهڻيءَ جي اُرهه سان،
چولو چنبڙي پيو.

●

ڏنئي ڪالهه چُمي،
اڄ ڀي منهنجي ڳِل تي،
ان جي آهي نمي.

●

ڏني سانءِ ٽيام،
تنهنجي جسم جا ور وڪڙ،
پوءِ ڀي ياد رهيام.

●

تنهنجا اُرهه انار،
مکڻ جي نرمي منجهن،
ڪٿان آئي يار.



## مسجد جا هائيڪو

مسجد ڏي پئي ويو،
رستي ۾ گل ٽڙيل ڏسي،
اتي ئي ترسي پيو.



مسجد ڏي پئي ويو،
واٽ تي پکين لات ڪئي،
اتي ئي ترسي پيو.



مسجد ڏي پئي ويو،
واٽ تي ٻار پئي ڪيڏيا،
ڪيڏڻ تن سان لڳو.



مسجد جي اندر،
رڪوع ۾ اک ٽيٽ سان،
جوتن ڏانهن نظر.



## خيرپور جا هائيڪو

آئـــي آ پـــن چـِـڻ،
سيـن وڻـن پـن ڇـاڻيـا،
نــرڳــو ڪــجـيءَ وڻ.



مــير واهه تــي شام،
سوني پاڻيءَ ڏي جهڪي،
تالهيءَ جي هڪ لام.



سانجهي سنجهيون تاپ،
ٻَرينءَ پر تي واهه جي،
ڪـافـيءِ جـــو آلاپ.



مير واهه سان پنڌ،
ڪالهه هئا جيڪي پڪي،
اڄ نه اهـي ان هنڌ.



پنج گلو ۾ شام،
ويٺيءَ ۾ رابيل ۾،
لب تي ڪنهن جو نام.



لتاڙيندي گپ،
آئي جو مارڪيٽ مان،
ڪِڪيءَ هاٿي ڏپ.



گرمي گهٽ مڪيون،
آرايون ڪنهندي چيئين،
ڪجيون چاڻ پڪيون.



جون ۾ پچرن انگ،
سنڌڙي انب ۾ ڪارڪون،
هي سونهري رنگ.



ڪجين جهليا ڏنگ،
اپ ۾ آ گجگوڙ تي،
پڪڙيو بيڙين ونجهه.



## ڊبئيءَ جا هائيڪو

هيءَ دبئيءَ جي شام،
منهنجي سامهون آرسي،
چڻ نارايڻ شيام.



دبئي دل جيتي،
موتيءَ موهن گوپ سان،
مڌ ويئي پيتي.



دبئي جي هوٽل،
ڳالهيون ڳوڙها ٽهڪڙا،
هڪ ٻئي ۾ رلمل.



دبئي جي هوٽل،
ياڪر سڌڪا ۽ چميون،
پڙهيو شيام غزل.



## ٽيلِيفون جا هائيڪو

ٽيلــيفــون وڳـــي،
ڀانيم تون هوندين ءَ مگر،
غلط نمبر هــيءُ پيو.



گهر ۾ هيس ڪونہ،
مــونکي ٻــوءِ خــبر پئي،
آئـــي تنــهنــجي فــون.



تنهنجي فــون اچي،
دل سان دل جي ڳالهہ ٿئي،
ڪوئـي رنگ رچي.



ڊائل ڪيم هر هر،
ڪنهن بہ ٽي ٽيليفون ڪنئي،
ساري رانگ نمبر.



ٽيليفون نہ خط،
تنهنجي منهنجي وچ ۾،
آ ڪهڙو پربت.



مارينڊڙ ايڪانت،
خالي گهر ڪائڻ اچي،
ٽيليفون بہ سانت.*



* سانت = Dead

## مان تہ اڪيلو ناهيان

سج اڪيلو هوندو آهي،
سج اڪيلو ٿيندو آهي،
چنڊ اڪيلو هوندو آهي،
چنڊ اڪيلو ٿيندو آهي.

مان تہ نہ ڪو سج آهيان،
۽ نہ ڪوئي چنڊ آهيان،
مان هڪ ننڍڙو تارو آهيان،
هڪڙو نماڻو تارو آهيان،
مان بہ سڀن جيان آهيان عام،
هٽندو ڪين آهيان ڪا هام.

مان نہ اوهان کان وڌ آهيان،
۽ نہ اوهان کان گهٽ آهيان،
مان تہ اوهان جيڏو ئي آهيان،
مان تہ اوهان جهڙو ئي آهيان،
مان تہ اوهان جيان ننڍڙو آهيان،

مان بہ اوهان جيان آهيان نماڻو،
مان تہ اوهان جو ساٿي پراڻو،
مان تہ اوهانجو آهيان يارو،
اوهان جيان ئي هڪڙو تارو.

تاري لاءِ ڪروڙين اربين ساٿي،
سج جي لاءِ نہ ڪوئي ساٿي،
چنڊ جي لاءِ نہ ڪوئي ساٿي،
منهنجي لاءِ ڪروڙين اربين ساٿي،
مان تہ اڪيلو ناهيان.
مان تہ اڪيلو ناهيان.



## پسني ڳاڙها گل

رستي ويندي،
ڏسبا آهن،
ڪي ئي گل گلابي.

ٿورو ترسي،
تن ڏي نهاري،
اکيون ٺاري،
تن جي سڳنڌ سان،
من کي اجاري،
اڳتي وڌندو ويندو آهيان.

رستي ويندي،
ٻڌڻ ۾ ايندڀون آهن،
ڪيترن ئي پکين جون لاتيون،
برهه جون ٻاتيون.

ٿورو ترسي،
تن کي ٻڌندي،
جهومندي لڏندي،
اڳتي وڌندو ويندو آهيان.

رستي ويندي،
ڏسڻ ۾ ايندو آهي،
پورنما جو چنڊ،
هٽندو آهي منڊ.

ان تي هرڪي،
ٿورو ترسي،
ان کي ڏسندي،
اڳتي وڌندو ويندو آهيان.

تان جو اتي مان رَسندو آهيان،
جتي تون آهين،
گل گلابيءَ کان پيي وڌ،
پکين جي لاتين کان به مٺي،
چوڏهينءَ چنڊ کان پيي وڌ روشن.



## تون هجين ڪير پيي

تون هجين ڪير پيي،
۽ هجين تون ڪٿان جو بہ،
تنهنجو ڪهڙو بہ مذهب هجي،
تنهنجو ڪهڙو بہ مسلڪ هجي،
۽ زبان ڪا بہ تنهنجي هجي،
رنگ ۽ نسل ڪو پيي هجي،
تون هجين ڪير پيي.

سڏائين ٿو انسان جو پاڻ کي،
ائٽمي جنگ کان تون بچين،
شل بچين،
شال جُڳ جُڳ جيئين،
شال جُڳ جُڳ جيئين.



## مسجد مندر

هو تا مسجد کي ڈاهن،
اوهان مندرن کي ڈاهيو تا.
سڀ جا سڀ تا توڙيو،
ڪوئي آهي جيڪو جوڙي ؟

جيڪڏهن ڪجهہ ڈاهڻ چاهيو تا،
نفرت جون ديوارون ڈاهيو.

دليون نہ توڙيو دليون نہ توڙيو،
دلين کي جوڙيو، دلين کي جوڙيو.



## جنگ جو اعلان

جنگ جو اعلان آ،
سيني خدائن جي خلاف.

جنگ جو اعلان آ،
سيني قارونن خلاف،
جن خزانا گڏ ڪيا،
سيني پر مارن خلاف.

جنگ جو اعلان آ،
سيني فرعونن خلاف،
دعوٰي خدائيءَ جي ڪئي جن،
جن رکيو انسان کان ڏاڍو مٿاهون پاڻ کي.

جنگ جو اعلان آ،
سيني هامانن خلاف،
جيڪي ڪن ٿا شعبدا،
جي حقيقت کي لڪائيندا رهيا،
ڪوڙ کي جيڪي وڌائيندا رهيا.

جنگ جو اعلان آ،
سيني خدائن جي خلاف،
مذهبن سيني خلاف،
مسلڪن سيني خلاف،
جيڪي انسانن کي انسانن کان ڪن ٿا ڌار،
جيڪي انسانن کي هڪٻئي کان مٿي
۽ هيٺ ڪن.
جي عشق جا دشمن ٿيا،
جي نفرتن جا ٿيا سبب.

جنگ جو اعلان آ،
تن خدائن جي خلاف،
مذهبن تن جي خلاف،
نفرتن تن جي خلاف،
هي عشق جو اعلان آ،
هي عشق جو اعلان آ.

(مولانا گراميءَ جي تقرير کان متاثر ٿي)



## ميڻ جي ماڙي

پنهنجو پانيو ٿا جيڪو سو پنهنجو نہ آ گهر ٻار،
جنهن جي هٿ ۾ ڪلاشنڪوف انهي جي آ سرڪار.

نئين نسل جي کوپرين ۾ علم بجا آ ٻُوسو،
يونيورسٽين ۾ هر مند جِهل جو فصل پچي ٿو.

نئين نسل جي ذهن ۾ ٻيو ڪجهہ ناهي اوندهہ آهي،
ڊگريون ڪوتا ڏوڪڙ جن جو ڪوئي ٻيو اگهہ ناهي.

سرڪاري ڪامورا چَڻ ڪي گَڏا هجن اڱرين جا،
ٻاهر سادا ليڪن تن جي پيٽ ۾ سون پريل آ.

ٻيلن ۾ سرڪاريون آهن جن جو حڪم هلي ٿو،
جنهن کي حڪم ٿئي ويچارو ڏن پهچائي ڏئي ٿو.

پير وڏيرا پنهنجي خاطر وڏي ڪرامت ڪن ٿا،
سياست ۽ سرڪار ٻنهي کي پنهنجي هٿ رکن ٿا.

هــــر ڪنهن شهر ۾ اڏيا رهــجن پيا منـارا اوچا،
ويــچارا ماڻــهو تـــــن آڏو لڳـــن پـيا چـڻ بونا.

سنڌ اسيمبلي بلڊنگ چـڻ ڪا ميڻ جي آهي ماڙي،
جنهن ۾ ڪٺ پتلين جو تماشو رهندو آهي جاري.

هن وزيرن جي طاقت جـــي ڳالهه ٻڌايان ٿا ٿا،
هن ڪان وڌ طاقتور آهــن تاس جــي راند ۾ گولا.



## خواب ۾ ڇو ٿي اچين

خواب ۾ ڇو ٿي اچين ؟
مان وسارڻ ٿو گهران تو کي مگر،
يادگيرين ٿي تون منهنجي،
هيءُ رنگ ۽ روپ ۽ سرهاڻيون،
هر گهڙيءَ ۽ هر پلڪ،
ڇو ٿي سڄين ؟
خواب ۾ ڇو ٿي اچين ؟

هائو، تون سمجهي وئي آن،
هيءَ جا منهنجي حياتي،
جڻ اذيت گهر هجي.
تون انهيءَ ۾ پنهنجي سهڻي سيبتي،
منڙي ۽ پياري پاڻ سان،
منهنجي بي انداز دردن کي گهٽائڻ جي سدا،
ناڪام ڪوشش ٿي ڪرين.
خواب ۾ ڇو ٿي اچين ؟

جي تون منهنجي درد جي درمان آهين،
جي تون منهنجي روح جي رحمان آهين،
خواب ۾ ڇو ٿي اچين ؟
جاڳ ۾ اچ.

آهين تون سپنو سهاڻو،
مان ميجان ٿو،
پر تون ساڀيا ٿيءُ،
اهڙي ساڀيا،
جنهن سان مون سان گڏ سموري ڏيهہ جا،
سور ماضي ٿي وڃن،
پيار، سرت ۽ سونهن،
سڀ جو حال ٿئي.
پيار سرت ۽ سونهن،
اهڙو مستقبل ٿئي،
جيڪو اڻ کٽ ايئن هجي،
جيئن تنهنجي سونهن تنهنجو پيار ۽ پاڪيزگي.



## رسڻ – پرچڻ

ڪاوڙياسين – ذار ٿياسين،
پنهنجي پنهنجي گهر پهتاسين.
گهر پهچي ۽ پڇتايوسين.

ٿوريءَ دير پڄاڻان،
ٻئي هڪ ٻئي کي پرچائڻ جي لئہ نڪتاسين،
۽ وچ رستي تي ٽڪرياسين،
۽ هڪ ٻئي کي ڀڪ وڌاسين،
ڪاوِڙياسِين،
۽ پرتاسين.



## حضرت عيسيٰ

حضرت عيسيٰ،
تو صحيح چيو،
تہ کو هڪ ڳل تي ٿقڙ هڻي،
تہ ان کي ورائي،
ٻيو ڳل ڏيو.
پر جي ڪو هڪ شهر تي ائٽم بم هڻي،
تہ ڇا ان کي ٻيو شهر بہ ڏيون،
تہ هن تي بہ ائٽم بم هڻ ؟

حضرت عيسيٰ،
توسچ چيو،
تہ جنهن وٽ ٻہ مانيون آهن،
اهو هڪ ان کي ڏئي،
جنهن وٽ هڪ بہ ماني نہ آهي.
پر جيڪو منهنجي ٻچن کان ماني کسي،
ان لاءِ ڇا چيو اٿئي ؟



مونکي ان ڏينهن جو انتظار آهي،
جنهن ڏينهن مؤتمار هشيارن جو،
آخري ڪارخانو بند ٿيندو،
۽ موتمار هشيار،
دنيا جي ڪنهن به ڪنڊ ۾،
رانديڪي طور به نه ملندا.
اهي فقط ميوزمن ۾ رکيل هوندا.
اسان جون ايندڙ نهيون، انهن کي،
۽ اسانجي وقت جي جنگين ۽ دهشت گردين،
جي فلمن کي ڏسي چوندیون،
"اسان جا وڏا ڪيڏا نه غير مهذب هئا".



## اڇو امن جا چاهڻ وارؤ

اڇو امن جا چاهڻ وارؤ،
اڇو تہ هڪڙي جنگ ڪريون.
جنهن ۾ موتمار هٿيار،
۽ انهن پٺيان سڀ نفرتون ۽ تعصب،
سڀ مري وڃن.

اڇو تہ هڪڙو قبرستان اڏيون،
جنهن ۾ انهن کي دفن ڪريون،
جيئن هن کان پوءِ ڪا جنگ نہ ٿئي،
۽ ڪو قبرستان نہ اڏجي،
هيءَ آخري جنگ،
هيءُ آخري قبرستان.



# سڙندڙ باغ

هيءُ سڙندڙ باغ آ،
ڪنهن کي همت آهي،
ڪنهن کي جرئت آهي،
ڪنهن کي طاقت آهي،
سڙندڙ باغ جي وچ ۾ ويهي،
جو هڪ چِيٽ ڪري.

باغ سڙي ٿو،
سڙندڙ گلن جي بوءِ،
جيڪا خوشبو پڻ ۽ بدبو پڻ آهي.

باغ سڙي ٿو،
راوڻ ناچ نچن ٿا،
وحشي ناچ.

ڪرسين تي پتلا ويٺا هِن،
پاڇولن کي حڪم ڏين ٿا،
باغ بچايو باغ بچايو،
راوڻ کي پڪڙيو،
۽ ان کي باھ لڳايو.

پر هي پاڇولا راوڻ کي ڪيئن پڪڙيندا ؟
ڪالھ انهي ئي باغ جي اندر ،
اڻ فطري پيوند لڳا هئا،
انهن منجهان اڄ،
گونچن جي بدران شعلا نڪتا،
جيڪي هن گلشن جي ڪُکِ ۾،
ويا ڇپيندا.
سڙندڙ باغ،
ڪرسين تي ويٺل پتلا،
حڪم ميجيندڙ پاڇولا.



## مذهب - مسلڪ

آ تنهنجي عشق جــو اعلان اذان منهنجي لاءِ،
۽ سندءِ سونهن جي ساراهہ آ مون لاءِ درود،
تنهنجي نـالي جــو ڪرڻ ورد وظيفو منهنجو،
نرڙ مٿيءَ تــي رکڻ تنهنجي آ مون لاءِ سجود.

تنهنجي نقشي ڏي نــهارڻ آ تـلاوت منهنجِي،
تو سان الفت کـــي نباهڻ ٿيو منهنجو مذهب،
نينهن تـــوسـاڻ لڳائـڻ آهـي مسلڪ منهنجو،
نہ ڌرم ديـــن ۽ مذهب سان آ منهنجو مطلب.

توسان جـــي عشق سلامت تہ آ قـائم ايمان،
توسان جي نينهن ٽٽي پئي تہ ٿيان بـي ايمان،
تو سوا پئي ڪي جي چاهيان تہ وڏو مشرڪ مان،
۽ جي توکان رهـان غافل تہ وڏو ڪافر ٿيان.

تو مٿان ڪلمو پڙهي تـوتي ٿي شل ساهہ ڏيان،
سنڌ مان تنهنجي مٿيءَ ساڻ ملي هڪ ٿي وڃان،
سڪ ۾ تنهنجي مران شال مان مومن ٿي مران،
واٽ ۾ تنهنجي مران شال مان مومن ٿي مران.



ٻڪايون تا ٻڪايون تا،
پنهنجيءَ سنڌ کي ٻڪايون تا.

امن گهرون تا پوءِ ۾ اڳ لئہ،
پيار گهرون تا ساري جڳ لئہ،
چاهيون تا چاهيون تا،
ساري جڳ کي ٻچاهيون تا.

جهوليءَ مان تا نينهن ورهايون،
جيڪو ڏکاري، تنهن کي بہ چاهيون،
ٺاهيون تا ٺاهيون تا،
ڪين ڪڏهن ڊاهيون تا.

ماٺهوءَ موهڻ آ مذهب پنهنجو،
پيار جو مسلڪ ڏاڍو سنهنجو،
ڊاهيون تا ڊاهيون تا،
ڪوٽ نفرت جا ڊاهيون تا.



## آدز ياءُ

پوئين پهر جو ڏيئو آهيان،
آءٌ وهائو تاري جو،
آدرپاءُ ڪريان ٿو.

پوياڙيءَ جو پاڇو آهيان،
اِن لئہ پرهہ ڦٽيءَ جو،
آدرپاءُ ڪريان ٿو.

مان آهيان ڪو چٽندڙ پن،
چَيٽ جي ڦوٽهڙي جو،
آدرپاءُ ڪريان ٿو.



## همہ اوست

تون هڪ آهين،
مان هڪ آهيان،
هو هڪ آهي،
سڀ هڪ آهيون.

تون ۽ مان جي،
ملي ويچون ٿا،
هڪ ٿيون ٿا.

هو ۽ مان جي،
ملي ويچون ٿا،
هڪ ٿيون ٿا.

تون ۽ هو جي،
ملي ويچو ٿا،
هڪ ٿيو ٿا،
پوءِ پيو ڇا هي.

تون هڪ آهين،
مان هڪ آهيان.
هو هڪ آهي.
هڪ حق آهي.
سڀ هڪ آهي.
سڀ حق آهي.
حق حق آهي.



## نہ ڪو فراق نہ ڪو وصال

نہ ڪو فراق نہ ڪو وصال اهڙو منهنجو نينهن،
نہ ڪو صبح نہ سانجهہ ڪا، نہ ڪا رات نہ ڏينهن،
نہ ڪو جهڙ نہ مينهن، نہ ڪا چانو نہ اُس ڪا.

نہ ڪو آءٌ نہ تون، نہ ڪو هيءُ نہ هُو،
ٻُڌندڙ ناهي، ڪوئل ناهي، آهي رڳو ڪُو ڪُو،
هيءَ جا آ "هُو هُو" ساڳي ئي "مان مان" اَها.

نہ ڪو ساز نہ سوز، رڳو راڳ وجود جو،
تون رونق افروز، جا ڏي نيڻ نهار آ.

رُسين جي پرچين، منهنجي ساڳي سِڪَ آ،
پري رهين ويجهو اچين، ماڳهين ڪين پڇين،
مون لئہ لڇين نہ لڇين، مان پيو لڇندس تو بنا.



## نئين ٿيءَ ڏانهن
(سرمَد جي ذريعي)

شل جيئين شل جيئين،
گل گلابيءَ جيان،
تون سدائين ٽڙين.

آءُ آهيان جڏو،
تون آن مون کان وڏو،
بار ڌرتيءَ جي گولي،
جو تنهنجي مٿان،
۽ تون ان کي کڻي اڳيرو،
اڄ کان،
شال روشن سياڻي،
تي پهچي سگهين،
شل جيئين شل جيئين.

ائٽمي دور آ،
نفرتن زور آ،
جنگ جهيڙو گهٽو،
سڀ کٽو ۽ کٽو،
شل کٽن کي گڏي،
ڪيچ تن مان ڪرين،
شل جيئين شل جيئين.

نِک بيماري آ،
هڻ صديءَ جي سڃاڻ،
تون سياڻو مِٺا،
تونِ تہ آهين سڄاڻ.
شان چِيڻُن کي ٿهڪن
۾ بدلي سگهين،
شل جيئين شل جيئين.

تون جيئين جي تہ هيءَ سنڌ،
تو سان جيئي،
تون مرين سنڌ جي لاءِ،
تہ بہ هوءَ جيئي،
تون مرين شل انهي کان،
اڳي مان مران،
سنڌ جي نئين ٿهيءَ،
لاءِ قربان ٿيان.
تون وڏين مان نران،
تون وڏين مان نران.

مان مران تون جيئين،
مان مران تون جيئين.
منهنجون سڀ خواهشون
تون ئي پوريون ڪرين
شال جُڳ جُڳ جيئين.
شال جُڳ جُڳ جيئين.



هــر كو ماڻهو پيار كــري ٿو،
كوئي كنهن سان كوئي كنهن سان.

مــان جـو تــو سان پيار كــريان ٿو،
پـانءِ نـہ كـو بـيــكار كــريـان ٿو.

ڇـــو تـہ حـياتي هــكڙو ڦيرو،
ڦـهريــون ڦيرو ڦــويـون ڦيرو،
ﻣِــوت كٽي ٿــو سڀ جـو ڦيرو،
هـن كانءِ اڳ نـہ حياتي هئي كا،
هن كان پـوءِ نـہ ملندي ٻي كا.

ڦـوئـتي اونـــدهہ اڳتي اوندهہ،
جــوت رڳو ات آهــي جــتي اڄ،
تـــون ۽ مـــان گـــڏ ٻيئا آهيون.



# ڪيـــڏارو

(داستان ڇهون)

( فاضلؔ راهوءَ )

سِکي سِيکو شال، هـيءَ راهوءَ جي ريت،
نـيائـي پريت، سـر ڏيـئـي ويـو سنڌ کي.

راهُو تنهنجي ريت، سِيکو ڪين سِکي سگهيو،
ڏرتيءَ سان هيڏي پريت، سيکنهن جو ڪم ڪين آ.

راهُـو ويـو روڙي، ڳاڙهـا گل گلاب جا،
ڌهنن تـي زنجير هئا، سـي سڀ ويو توڙي،
سنڌ ويـو جـوڙي، ليـکن پـاڻ پيچي پيو.



## اورنگي

### (داستان ستون)

اورنگيءَ ۾ باهہ، چيتون مَعصومن جون،
دوزخ هُن جهان جي، هِن جي آڏو ڇاهہ،
خلقي ڇا الله، ماڻهوءَ ڪان وڏ قهر پيو.

گلن جهڙا ٻارڙا، تاندن منجهہ سڙن،
سڙندڙ گهرن منجهان اُلا، آپ جي طرف اُڏن،
مُنين مائن جون رڙيون، عرش نہ تيون پهچن،
جهوليون خالي ٿين، پرجن قبرستان ٿا.

گهر سڙيا ور سڙيا، سڙيو سڄو کهول،
ڪنور سڙيا ڪنواريون سڙيون، پريا رنگ رتول،
ڏسي هن ڏهڪاءَ ڪي، هينئڙي اچن هول،
جيڪو جهلي جهول، تہ پون ان ۾ رت ڦڙا.

گلُ تہ آهي گلُ، ڪهڙي پي رنگ جو هجي،
اُسري جنهن بہ مٽيءَ مان، ان جو وڏو ملهہ.

دڙڪو ورندو دڙڪو ٿي، گار ٿي ورندي گار،
رت ورندي رت ٿي، پيار ٿي ورندو پيار،
گولي ورندي گولي ٿي، هار ٿي ورندو هار،
پو اي منهنجا يار، نفرت ڇو پوکيون هتي.



## وائـــي

(ڪيڏارو)

آڙاهـن ۾ ڪالهہ،
سڙيا گل گلاب جا.

لَـڏي ويو ماڻهپو،
آيـو ســو پونچال.

رحم رلي ويو راهہ ۾،
پـهتو قـهر ڪـمال.

ماڻهوءَ چڏيو ماڻهپو،
چـليو وحشين چال.

ڪارو ڏامر روڊ جو،
ٿي ويو رت ۾ لال.

امن ڏي تون سنڌ کي،
ڀلا ڪر تون ڀال،

مرڪن ٻل معصوم هت،
ٻـياٽيـون ٿين نهال.

سڪر سٺائـي سنڌ ۾،
هـووي سـدا شـال.



1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِه ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

ٻَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)